# چونڊ ڪلام

حضرت منٺار فقير راڄڙ، فقير ولي بخش راڄڙ
فقير محمد بخش 'ضامن'



سهيڙيندڙ: فقير محمد بخش 'ضامن'

ڪتاب جو نالو: چوند ڪلام

سهيڙيندڙ: فقير محمد بخش 'ضامن'

تعاون: علي اڪبر هنگورجو

ڇاپو: پهريون، 2014ع

ڪمپوزنگ: فهد الرحمان لغاري

ڇپيندڙ: فيض فائونڊيشن، حيدرآباد (0342_3506606)

ڇپائيندڙ: منٺار فقير راڄڙ اڪيڊمي، ڪاٽي

قيمت: 100 روپيا

# انتساب

محشر ۾ سرخرو مان احمد جي صدقي ٿيندس
الله جي ڪرم سان قسمت لڪيل آ منهنجي

اي نوح صبر سان ئي گذري خياتي ويندي
هن عزم ۽ پرم سان گذري حياتي ويندي
محشر ۾ سرخرو مان احمد جي صدقي ٿيندس

هي رسالو اسين انتهائي ادب ۽ احترام سان
قبلا **مخدوم نوح سائين عرف نويد الزمان**
جن جي نانءُ ڪريون ٿا. جيڪي ڪجھ مهينا اڳ اسان
کان جدا ٿي وڃي، پنهنجي مالڪ حقيقي سان مليا.
پاڻ راڳ جا وڏا ڄاڻو بهترين شاعر ۽ ڪامل فقير انسان هئا. اسان ۽
اسانجي درگاه تي هميشہ تمام گهڻو مهربان رهيا ۽ تمام تڪڙا پيرا
ڪندا رهيا. درگاه جي قبن کي سدائين سونا قبا چوندا هئا.

**فقير محمد بخش ضامن**

# فهرست



قبلا حضرت مخدوم محمد امين فهيم سائين ۽ فقير محمد بخش ضامن درگاھ شريف تي چادر چاڙھيندي



فقير محمد بخش ضامن سجاده نشين درگاهه حضرت منٺار فقير راڄڙ عليه رحمة
فقير سائين جن جي دستار مبارڪ پهريل

# سوانح حيات حضرت فقير منٺار سائين عليہ رحمة

حضرت فقير منٺار سائين عليہ رحمة جن اڄ کان اٽڪل ڏيڍ سؤ سال ڪن اڳ موجوده ڳوٺ ڪاٺي راڄڙ ۾ تولد ٿيا. سندن طبيعت ننڍي هوندي کان ئي فقيريءَ ڏي مائل هوندي هئي. سندن وڏا اصل کان ئي سرور نوح فقير عليہ رحمة جن جا مريد هئا. مخدوم امين محمد سائين پکن ڏٺي عليہ رحمة جن جڏهن پکن شريفن جي چلاڪشي ڪري واپس هالا شريف آيا تہ جماعت گهڻي اچي گڏ ٿي پاڻ ڇوڪراٽي عمر جا هئا ڪين اشتياق ٿيو تہ آئون اڄ ذڪر وٺان. حالانڪ ان ڏينهن ڪنهن کي بہ ذڪر ڪونہ ٿي مليو. خليفو پراٽا هالا جو شاهہ صاحب هو پاڻ ان کي عرض ڪياءُون ان سائين کي عرض ڪيو پاڻ فرمايائون تہ اڄ اچي ذڪر ڏيون ٿا ان طرح ان ڏينهن فقط ڪين ئي ذڪر مليو. پاڻ جوانيءَ کي رسيا تہ امين محمد سائين پکن ڏٺي عليہ رحمة جن جو وصال ٿيو ڪين مرشد جي جدائيءَ جو وڏو صدمو رسيو ۽ پاڻ ملول رهڻ لڳا ان عرصي ۾ ڪين مجازي عشق جي چوٽ بہ لڳي پر ڪامل مرشد جي مهر نظر سان مجازي عشق حقيقيءَ جو روپ ورتو ۽ پاڻ شعر چوڻ لڳا ان دوران هڪ رات اٺر مهل ڏسن ٿا تہ امين محمد سائين جن گهوڙي تي اچن پيا پاڻ اٿي گهوڙو ربتئون سائين فرمايو تہ فقير گهوڙو ڇڏي ڏيو. اوهين هيڏانهن اچو پاڻ هڪ پنو ڪڍي ڇيائون تہ پڙهہ. فقير سائين عرض ڪيو پڙهيل ڪونہ آهيان پاڻ فرمايائون تہ پڙهہ اسين ٿا پڙهايون اها هڪ ڪافي هئي جا پڙهائي وئي:

لاهي ويهہ مَ لڏ. لاهہ مَ لڏ. هل تہ پهچين هوت کي

(سڄي ڪافي رسالي خدائي ۾ موجود آهي.)

ڪافي پڙهائي جتي هينئر سندن درگاهہ آهي ان جاءِ لاءِ فرمايائون تہ هي اوهان جو مڪان آهي. گهبرائبو ڪونہ. اسين اوهان سان گڏ آهيون ۽ پاڻ روانا ٿيا صبوح ٿيو تہ فقير سائين جن پڙهيو بہ وڃن ۽ لکيو بہ وڃن ۽ اها ڪيفيت ٿي جو جيڪي زبان مبارڪ مان نڪري اهو ٿي پوي پوءِ پاڻ ٻارهن سال ڪن سير و سفر ۾ گذاريائون سنڌ جي بزرگن ملتان تائين ۽ اجمير شريف تائين درگاهن تي حاضريون ڏنائون.

پاڻ پنهنجو قبو ۽ مسجد شريف ۽ پنهنجي قبر مبارڪ پاڻ ٺهرايائون رمضان المبارڪ جي عيد پڙهي سيني عزيز و اقارب کي درگاهہ تي وٺي اچي ٻڌايائون تہ هي اسان جي آخري آرامگاهہ آهي اسين باقي اوهان وٽ ڏهہ ڏينهن آهيون تہ سندن ڀائيٽي حاجي مير حسين چيو تہ سائين اوهان تہ نيڪ ٺاڪ آهيو اهڙيون ڳالهيون ڇو ٿا ڪريو تہ پاڻ مسڪرائي فرمايائون ابا اسان کي پنهنجي ملڪ وڃڻ جي خوشي آهي. اسان الله سائينءَ کان گهري تہ محرم شريف جي ڏهين تاريخ هئي سو تاريخ ڏهين ملي آهي باقي مهينو شوال جو مليو آهي ان طرح پاڻ 10 شوال 1353هہ 16 جنوري 1935ع هن دارالفانيءَ مان دارالبقا ڏي اسهيا.

پاڻ پنهنجي هڪ مرثيي ۾ فرمائن ٿا تہ:

ماهہ محرم جيءَ ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان،
حب رکي حسنين ڏي، روئندي هتان راهي ٿيان.

ڪين هڪ فرزند هو فقير پير بخش جيڪو عين جوانيءَ ۾ ئي پنهنجا ٻہ ننڍڙا پٽ فقير ولي بخش ۽ فقير قبول محمد ڇڏي وصال ڪري ويو.

پاڻ پنهنجي پوٽن جي تربيت ڪيائون ڪين نپائي وڏو ڪيائون ۽ سندن اولاد ڏنائون. فقير سائين جي وفات بعد سندن پوٽو فقير ولي بخش سائين عليہ رحمة جن سجاده نشين ٿيا. جيڪي هڪ

ڪامل فقير ٿي گذريا آهن. قبي ۽ مسجد شريف کان سواءِ باقي درگاهہ شريف تي جيڪو بہ تعميراتي ڪم ٿيل آهي. سو گهڻي ڀاڱي سڀ سندن رياضت جو ثمر آهي. پاڻ محرم شريف جا ڏينهن چاهي ميلو مرشدن جي حاضري مهمانن سان رهاڻيون. فقير جي حبدارن سان نباهڻ يا مڪان جي خدمت، هر ڪم ۾ اڳرا رهيا ۽ وڏا مثال قائم ڪيائون فقيريءَ ۾ اميري ڪيائون جنهن هڪ دفعو ساڻن ڪچهري ڪئي ان ڪي ساري عمر ڪونہ وساريندا سندن مفصل سوانح حيات ۽ شعر سندن رسالي "پرين تنهنجيءَ پياس ۾"، ۾ موجود آهي، جيڪو منٺار فقير اڪيڊمي طرفان 1999ع ۾ شايع ٿيو آهي. فقير ولي بخش سائين عليہ رحمة جن تاريخ 29 محرم الحرام 1404 هہ 5 نومبر 1983ع ڇنڇر رات راهہ رباني ورتائون.

فقير ولي بخش سائين عليہ رحمة جن جي وصال بعد سندن اڪيلو فرزند فقير ولي محمد سائين عليہ رحمة جن درگاهہ جا سجاده نشين ٿيا. ڪين پنهنجي والد سان بي انتها محبت هئي پاڻ سندن جدائي برداشت ڪري نہ سگهيا، ۽ ڏيڍ سال کن جي قليل عرصي ۾ ئي تاريخ 25 رجب 1405 هہ 17 اپريل 1985ع تي وصال ڪيائون ڪين اسين ٽي فرزند آهيون. فقير محمد بخش "ضامن"، فقير لطف علي، فقير خادم علي، مون کي پنجن فرزندن جو اولاد آهي. (1) فقير ولي بخش (2) فقير ولي محمد (3) فقير اعجاز علي (4) فقير فياض علي (5) فقير محمد طلحہ عرف فقير رياض علي. لطف علي فقير کي ٽہ فرزند فقير اياز علي، فقير عرفان علي ۽ فقير احسان علي آهن.

حضرت فقير منٺار سائين عليہ الرحمة جن جا ٽي رسالا چار دفعا شايع ٿي چڪا آهن، پر وري بہ ناياب ٿيو وڃن. هن وقت بہ خدائي رسالو جنهن ۾ سندن اٺ سؤ کان وڌيڪ ڪافيون آهن، سو مارڪيٽ ۾ موجود ڪونهي. فقير ولي بخش سائين جو ڪلام بہ 1999ع کان وري شايع ٿي نہ گهيو آهي. منهنجو پنهنجو ڪلام تہ اڃان ڇپجي ئي نہ سگهيو آهي. فقير

سائين جا عقيدتمند ۽ ڳائڻا ان سموري ڪلام جي گهر ڪندا رهن ٿا. ان گهر جي ڪجهه پورائي لاءِ هي هڪ ننڍڙي ڪوشش ڪئي اٿئون جيتر اهي رسالا نئين سر شايع ٿي سگهن. اميد ته هي ڪوشش ڪامياب ويندي خاص ڪري راڳي حضرات کي به نون ڪلامن پيش ڪرڻ جو موقعو ملندو ۽ اهي ان موقعي مان فائدو وٺي فقير جو پيغام عام ڪرڻ ۾ اسان جو ساٿ ڏيندا. هن ڪتاب جو نالو "چونڊ ڪلام" رکڻ جو اهو به مطلب ڪونهي ته سڀئي ڪلام چونڊي ڏجن، ڇو جو فقير سائين جو هڪ ڪلام به ڇڏڻ جهڙو ڪونهي. چونڊ ڪلام جو مطلب ته ٿورو ٿورو ڪلام ٽن ڪتابن مان چونڊي هڪ رسالو ٺاهڻ.

آخر ۾ آئون مرشدنا قبلا مخدوم محمد امين فهيم سائين جن کي عرض ڪندس ته پاڻ ان خاص نظر ڪرم سان نوازين. جيڪا وڏن کان وٺي ٿيندي آئي آهي ۽ خاص دعا ڪن ته اسين فقير جا سچا پهاريدار ٿيون الله سائين فقير سائين جي نقش قدم تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي. اسين جيڪي ڪجهه به آهيون سو سڀ پنهنجي مرشد ۽ امام پاڪ جي خاص عنايتن جي طفيل آهيون. جيڪي وقت به وقت ٿينديون آيون آهن. ٿينديون اچن ۽ انشاءَ الله تا قيامت رهنديون.

هن ڪم ۾ محترم علي اڪبر هنگورجي ۽ احسان علي لغاري ۽ جو ڪوششون قابلِ داد آهن. ڪين جس هجي.


خادم الفقراء

**فقير محمد بخش 'ضامن'**

سجاده نشين درگاهه حضرت منٺار فقير سائينؒ

ڪاٺي P.O تعلقه کپرو ضلعو سانگهڙ سنڌ.

Cell: 03003084432

Web Site: http://www.mantharfaqir.com

Facebook: https://www.facebook.com/pages/Hazrat-Manthar-Faqir-Rajar/525950777522783

راڳڻي: ڪلياڻ

تار: تين تار

## ڪافي

ٿلهه: عقل انسان جو ڇاهي، الله بي انت رب آهي.

سمورو بيان هي بندو تنهن جي تعريف ڪيئن ڪندو
ڪونهي ساراهه جو سنڌو ڪنڌي قلزم جي ناهي.

ڏهاڙي معراج جي محمد، ڏٺا اٿ ڪئين پريل احمد،
ڏرايا سامان جن تي صمد، ڪيائون معلوم ڪلف لاهي.

اها ڪانهي معلوم ملڪن کي، ۽ سڀ سڌ ناهي نبين کي،
وري پوندي ڪيئن پروڙ پوءِ پين کي جتي ڏاهپ هلندي نه ڪنهن ڏاهي!

ڪونهي ڪو شمار قدرت جو آهي سو مڪان عبرت جو
پاڻ حڪيم حڪمت جو لڪ ٿاهيو ٿو لڪ ڊاهي.

چوي "منٺار" مالڪ جي، خبر پوندي نه خالق جي،
اونهي رمز رب رازق جي، ڪير پڄندا ڪٿي ڪاهي!



راڳڻي: ڪلياڻ

تار: تين تار

## ڪافي

ٿلهه: تو منجهه رب پاڪ آهي رهندڙ جنهن لاءِ ڳوٺ ڳولين ٿو.

ونحن اقرب، اها آيت، آهي رب پاڪ جي روايت،
پڇي ڏس معنيٰ ۽ ماهيت، ڀي ترازي ڪوهه تولين ٿو؟

تو ۾ تکيو آهي تنهنجو، ڪشالو پنڌ پري ڪنهن جو؟
پروڙج پاڻ تون پنهنجو، ڇو وڃيو هنڌ پيا وڙولين تو؟

سريءَ ۾ سِر سڃاڻج تون، رمز رندن جي ڄاڻج تون،
ملڪ مردن جو ماڻج تون، ڇو اجايا خيال اولين تو؟

مري ڏس هاڻ "مننارا" مرڻ کان اڳ مهنديارا،
ڏسڻ ٿيندءِ نه ان ڏارا، ڇو ڀين رتن ۾ روح رولين تو؟

□

تار: تين تار

راڳڻي: ڪلياڻ

## ڪافي

ٿلهه: حقيقيءَ حال کي هوشيار، صفاتيءَ مئون سڃاڻن ٿا.

صفاتيءَ ۾ رکي صحبت، حقيقيءَ جي ڏنئون حڪمت،
ماڻيون ذاتيءَ جي محبت، وري پرئين پنڌ کي پڃاڻن ٿا.

ڪري ثابت سچي شريعت، طريقت ۾ ڪيون طبيعت،
حقيقت جي گهمن حڪمت، معرفت موج ماڻن ٿا.

فنا في الشيخ جي اولي، رسوليءَ کي رسبا ڳولي،
فنا في الله ٿيا قولهي، اهي احد اثبات ڄاڻن ٿا.

پڇج "مننار" مردن کان، اهي خبرون عشاقن کان،
سکج رمزون ڪي رندن کان، جي فنائيءَ ۾ روح رسائن ٿا.

□

## ڪافي

منهنجو رک تون ڀرم ڀتار سائين، منهنجو رک تون ڀرم ڀتار!
تي ڪريان آئون ليلان، لولاٽ ويچاري

هيس سهاڳڻ تڏهن ڪين ساڳايم، ابتو عقل اياڳ جو آيم،
پيرِ پروڙي مور نہ پايم، مون ڪي هجن حيف هزار سائين!
مون ڪي هجن حيف هزار، آئون آهيان ڪا نالائق ناساري

هاڻي ڪيم توبهہ ٻڌيم ٻانهون، اي داسڙا! منهنجو سڻ تون دانهون،
مون ڪي پاڻئون لوڏج ڪيم پراهون، هاڻ هٿ نہ لائيندس هار سائين!
هاڻي هٿ نہ لائيندس هار، هيءَ حياتي منهنجي سڄي ڄماري

جي پنهنجو چنيسر پاڻ سڃاڻين، هٿ رکين جي مٿيءَ تي هاڻين،
مون ڪي هوند ساڻ سمهارين هڪ پٽراڻين، تہ لاڏي ٽيان لکوار سائين!
هوند پوءِ لاڏي ٽيان لکوار، ملي سهاڳ وري سرڪاري

هاڻي نالي نام خدا پرور جي، ۽ ساڻ محابي پيغمبر جي،
حرمت حضرت شاهہ سرور جي، ڏي معافي ڪي ”منٺار“ سائين!
ڏي معافي ڪي ”منٺار“ پنهنجو تون ڪرم ڪري سلطان ستاري



راڳڻي: تلنگ

## ڪافي

جي حب هجي توکي ميان! برحال خدا جي،
تہ پوءِ فقيرن کؤن پڇي ڏس ڳالهہ خدا جي.

ساڻن صحبت سي ڪندا، هجي سڪ سوز جني کي،
تہ اُني کي اظهار چون چال خدا جي.

آهي نالو نماڻو سندن فقير ۽ مسڪين،
پر هتي سين حاڪمين آهن آل خدا جي.

تون بوڙ ٻيائيءَ کي، هڪڙائي هٿ ڪري،
"والله بکل شيءِ محيط"، سٽ سنيال خدا جي.

اي "منٺار" ڪهين ملنگ کؤن استادي وٺي آءُ،
تہ توکي تنهن کان پوءِ ٽيئي سڪ سال خدا جي.



راڳڻي: تلنگ

تار: تين تار

## ڪافي

ٿلهہ: ڏاڍي سا خدا جي سرڪار آهي،
ڪنهن جو قادر رب ساڻ ذرو زور ناهي.

ڏس آدم حوا کان ڌار ڪيائين،
جدا يوسف يعقوب پٽي يار ڪيائين،

ڪربلا ۾ شهيد سردار ڪيائين،
هٿان ڪافر جي حسين کي وڏائين ڪهائي.

ذڪريا نبيءَ کي ڪيئن ڪرٽ ڏاريو
يونس نبيءَ کي مڇ تي اوڳاريو
ايوب صبر ۾ ڪيئن تي گذاريو
ڏنس ڪيئن وارو ذڪ سور ڏاهي.

ڪل نفس ذائقة الموت جڏهن پاڻ چيائين،
پنهنجو نالو قهار اظهار ڪيائين،
مجنون سيني جون پانيو تي پڳائين،
ڇڏيئي ڪل مٿي پاڻ موت ٿاهي.

ڪٿي سمجھ "منٺار" پنهنجو ڏيان ڌر تون،
ڪجھ خدا جو پيي خوف منجھ قلب ڪر تون،
توبھ زاري هر واري، هر روز پر تون،
ڇڏ هستي ڏس تنهنجو مقدار ڇاهي؟



راڳڻي: بروو تار: اولنگھ

## ڪافي

ٽلھ: جي سانگ پائتہ شينهن جو تان پوءِ مَ گدڙن سان گذار،
نيڪ نالو ٿو سڏائين، نظر پنهنجي سان نهار.

لقب پڙ نجو نان لجائج، شان شاهي کي سنيار،
آهي قوت تنهنجو کو ٻيو پوءِ مکر مڃيون کيم مار.

ڏس اني جي اقبال ڏي، جن جي چڙهيون نالي نظار،
پوءِ لاڏ لتکا لوکڙن سين، کرڻ توکي کين کار.

تو جنهين جو پوش پاتو وقت تنهن کي نا وسار،
تنهن مدارت مرد جي سان، تون لنگهي وڃي پوندين پار.

اي کيم منجهه "منتار" تون، کٽي ڏيان دل پنهنجي جو ڏار،
هڪ سچي سڪ کان سواءِ، اٿئي ٻي مڙيئي فاني ڦلهيار.



راڳڻي: بروو — تار: اولنگهه

## کافي

ٿلهه: جي هنجڙو پکي هوئي تنهنجي ذات،
تان پوءِ تون ڦٽي کر چال چيڻ جي.

قوت هنجن جو جواهر لعلون، آهن مشهور ان جو مقالون،
جي موتي چڻن پنهنجي وات، ٻيو کاج مڃي آهي قوت کنگن جي.

سنگت پنهنجي کي سارج سنيارج، وايون اُلٽي جون کيم وسارج،
لڻ کا سهاجهڙي لات، هٿ کان کان کرين ٿو ساٻولي نجان کن جي.

توکي ٿو جڳائي شان موچارو، تہ ٿيئي پکين ۾ مان موچارو،
طلب چڱي ڪر تات، ڏس تون چوائين ٿو ذات چڱن جي.

اي "منٺار" سر تون سجاڻج، پٿون جو پاتار جو سو پارس آڻج،
پوءِ پرھ ڦٽي پريات، قيمت ملنديئي ڪوڙ لکن جي.



راڳڻي: بلاول

تار: دادرو

## ڪافي

ٿلھ: سميع بصير ستار تون آهين، رب رحمان لقب تنهنجو
چا تعريفون چوندو تنهنجون، هي انسان لقب تنهنجو.

تون قادر زابر ڪل تي آهين، حق جلشانہ لقب تنهنجو
والي واحد نام قهاري، ڏٽي ديان لقب تنهنجو.

احد الله عظيم تون آهين، عاليشان لقب تنهنجو.
خالق خاوند پاڪ خدا تون جوڙين جهان لقب تنهنجو.

تون رازق ڪل ڪي روز رسائين، حَيُ حنان لقب تنهنجو
رحيم ڪريم غفور تون آهين، سوئي برهان لقب تنهنجو.

بيمثلي، بيچون تون آهين، ءِ لامڪان لقب تنهنجو
توريءَ سڀ شيءِ فاني ٿيندي، ءِ بقا بيان لقب تنهنجو.

توکي هندو ٿا هر نام چون، بي انت ڀڳوان لقب تنهنجو.
ڪل هنڌ تنهنجا شان ڪروڙين، صحيح سبحان لقب تنهنجو.

چئي "منٺار" بنايل بندو تہ سچ سلطان لقب تنهنجو
بخش هدايت هادي هن کي، جو ڏيندڙ دان لقب تنهنجو.

راڳڻي: بلاول

تار: دادرو

## ڪافي

ٿلهہ: بحر علم باطوني کي سالڪ ٿا سمجهن سارو.

لدني علم انهن کي پاڻ حڪيم پڙهايو،
گهڻيرو سو گونا گوني، جنهن جو نڪتو نڪتو نيارو.

علم انهي جو ني وي مبان! انت الله تو ڄاڻي،
جيڪو بيمثلي بيچوني، تنهن ڪين استاد اشارو.

اهو سمجهڻ سوکو تنهن کي، هوئي اثر ادب جو جنهن کي،
هوئي صابر صبر نموني، ونئي سو تحفو طالب سچارو.

ويچاري "منٺار" کي مرشد، سرور سبق ٻڌايو،
سا سٽ سمجهڻ اونهين، اهو سمجهان مان سيپارو.

راڳڻي: ڪانرو

تار: دادرو

## ڪافي

سڪ صبر نہ ڏي مون کي، لنئون ڪيئن لڳائيان،
تڏهن دانهن درد جي، تو ٻڙهہ ڪيو ٻڌائيان.

ٿا عشق جا آڙاهه، دل منهنجي متي ڏڳن،
بنا آب وصال جي، آئون ڪيئن اجهائيان.

ٿا ڦٽ فراق جا مون کي، آزار ڪن اچا،
طبيب جا تڏهن، ٿيو پيچرا پچائيان.

ٻاڦ ٻاهر نه ڪڍج، سا منع ڪيائين مون کي،
سا نصيحت گهڻيئي نيڪ، آئون پنهنجي وس ۾ ناهيان.

"منٺار" تي ميار، رکڻ نا ذرو روا،
هن حال جي هيءَ ڳالهه، ٿو سموري سڻائيان.



راڳڻي: ملاري تار: دادرو

## ڪافي

ٿلهه: هي خلق خدا تنهنجا اوزار اي ڪاريگر يار،
ڪل ڪم پنهنجي هٿ پاڻ ڪرين ٿو.

نفعو نقصان وس ٻئي نه ڪنهن جي، وسهيس سان ويچار،
اي ڪاريگر يار.

هرڪا حڪمت ڄاڻي تو پاڻهين، بيحد هنر بيشمار،
اي ڪاريگر يار.

مت مڙني کي ڏنئي جدا جدا، جهڙي سموري کي سنسار،
اي ڪاريگر يار.

ڪي وڙهن ڪن سين، ڪي وڙهن ڪن سين، ڪريو هوڙ خلل تڪرار
اي ڪاريگر يار.

ڪي سڄڻ ڪن جا ٿيو طالب تن جا، محبتون ڏين پيار
اي ڪاريگر يار.

ڪي پائين ڪن ڪان، هن ڪان يا پين ڪان، اهي مٿن وڏئي مونجهار
اي ڪاريگر يار.

رستو "راڄڙ" ڪي سڌو سمجهائج، منجهائين مٿان "مننار"،
اي ڪاريگر يار.



راڳڻي: ملاري

تار: داڏرو

## ڪافي

ٿلهه: صورت سندي يار، مون کي نٿي وسري.

هجن هميشه اڳيان اکين جي، وي ميان!
دم نه ٿين هڪ ڌار.

ميخون جي محبت سنديون وي ميان!
هڻي ويا لکين هزار.

وائي وساريان ڪينڪي، وي ميان!
پرين جي تہ پچار.

مانَ ملي محبوب موچارو، وي ميان!
موتي اچي ڪي "منٺار".

□

راڳڻي: سورٺ　　　　　　تار: ڪلواڙو

## ڪافي

ٿلهہ: ان سائل سان سلطان راضي ٿي پرتو.

واهہ ڏاتار تعريفن جهڙو ۽ واهہ واهہ ڀلو آهي يان.

مٺو ڏنو منگتي ڪي مالڪ، ڀيو بہ سارو جڳٽ جهان.

چارڻ جو جنهن چوڙ مڇيو ٿي، تنهن بہ لڏو ٿي دان.

الانسان سري وانا سره سوالي جو ٿيو شان.

سوئي سائل سلطان بہ سوئي، هو هڪڙو ماڳ مڪان.

مٺو ڏنو "منٺار" تنهن کي، ڀيو بہ سندس ڪلام قرآن.

□

راڳڻي: پيلو

## ڪافي

ٿلهه: قلم قسمت ۾ لکيو ڏس حال منهنجو هيئن ٿيو.

دل جي ذري دلدار سان، روح جي رتي رلجي ويم،
گم ٿيون پيون سپ گهٽيون، اهو قيد مون لاءِ ڪيئن ٿيو.

حسن حضرت هوت جو جابر زوراور مون مٿي،
جيئن باز جهرڪيءَ کي جهلي، هيءَ تاب مون تي تيئن ٿيو.

اڌ ڪني اڌ مئي آهيان، سڪرات جي صورت ڏنيم،
نامماتي، ناحياتي، ڏسو جيئڻ منهنجو جيئن ٿيو.

”منٺار“ جو مطلب عجيب ڪان بنا، آهي نه پيو
سوئي سُٽي، سوئي من ٻُڌي، فرياد ساجن سيئن ٿيو.



راڳڻي: پيلو

تار: تين تار

## ڪافي

ٿلهه: پيو مٽ ثاني سمجهي نه دل، دنيا ۾ دلبر يار جو.

منجهه خواب سپني مون سير ڪيو ان الاهي اسرار جو،
اتي روح ويساهه ڪيو وڏو ٻڌي عهد هڪ اعتبار جو.

پوءِ توري دل تپاس ڪيو پنهنجي ويساهه جي ويچار جو.
تائين مشرق مغرب ناهي مل، حضرت جي هڪ وار جو.

ڪريان ڪيترو آئون بيان، سنديس سونهن ۽ سينگار جو
جنهن رب بنائي ڪٺي راس ڪيو تنهن انصاف خلقڻهار جو.

هت ڪوڙ واجب ڪين مطلب مناسب ”منتار“ جو.
مون ڪي دل يقين قسم خدا پرور پاڪ دگار جو.



راڳڻي: پيلو تار: تين تار

## ڪافي

تلهه: منهنجي دل ڪسي دلبر ڪٺي ويو ڪمند ۾ قابو ڪري.

جيئن ڪسيو سرهو ڪنگهار ڪان، ڀيجل تان تندن ۾ ذري،
تيئن مون ڪي موهيو محبوب، سندي گفتي زبان جي ذري.

هن وجو جو وارث هيئون، منجهه عشق جي اڃي ويو آري.
ٻيا بدن جا عضوا اتي، سڀ بيٺا برداري ڀري.

هڪ جدائيءَ جو جنجال، ٻيو ريءَ ديدار ساعت ناسري.
هوند جي ملڻ موتي ٿئي، ته پوءِ پڙڪ بيماري ٽري.

پڃرو خاڪ جو بنا دل خالي، ٻيو ٿو لحم لڳ لڳ تان ڳري.
سو فراق ۾ ڦٽيو گهڻو ٿو مجروح ”منتارو“ مري.

تار: اولنگھ

راڳڻي: ڀيروي

## ڪافي

ٿلهه: محبوب ملي ٿو نياز ڪون، واقف ٿيج وي! اياز ڪؤن.

سمجھ ان مثال کي، ڪولي ڏسج خيال کي،
ڪر اڳاھون اقبال کي، تہ رسئي فيض فياض ڪؤن.

عاشق سمجھ اشارو تون، ان وات ۾ ٿيج ويچارو تون،
تہ پائين نور جو نظارو تون، تنهن رحم ڏٽي جي راض ڪؤن.

هن سمين تي سينگار ڪيا، جن ڳل هٿڙ جا هار ڪيا،
گندري پئي نياز اپار ڪيا، تي سهاڳڻ جام جي نواز ڪؤن.

هٿڙ سين جيڪي هليا، سي اوچتي جهلڪي جهليا،
هت موليٰ سين مور نہ مليا، توڙي حافظ ورد نماز ڪؤن.

من خدايم جنهن چيو ۽ نفس رائي سين رهيو
وڃي پوئتي پاھون پيو ان ابليسي آواز ڪؤن.

اي "منٺار" حجت ڪر ڏري، موتو قبل آل وڃ مري،
وصال پوۂ ٿيندۂ وري، پڙھ بي خوديۂ جي بياض ڪؤن.



## ڪافي

ٿلهه: اُپٽ اکيون ڏس دلبر سڀ هنڌ يار صنم،
اي ميان! هر رنگ ۾ سوئي هادي توڙي انسان آدم.

ڪٿي مومن، ڪٿي ڪافر، ڪٿي ٻانڻ ڪٿي قاضي،
سيڪا رمز رکي عجب بڻايو بازي،
اي ميان! ڪل مذهب ۾ پنهنجو هلائي ٿو حڪم.

قلب ڪتاب ڪجان سمجهه سيپارو اٿئي،
انا احمد بلا ميمي، اهو يي اشارو اٿئي،
اي ميان! الانسان سري و اناسره قلم.

ڪيئن ٿو سڏين، ڪيئن ٿو ٻولين ونج اها تون عبرت،
ڪيئن ٿو ڏسين ۽ ساهه کڻين اي ڪنهن جي آهي قدرت،
اي ميان! پڃري خاڪيءَ ۾ آهي قطرو سو قلزم.

اي ”منٺار“ منجهئي ڏس تون ڏيان ڌري،
تو ۾ تڪيو سندس ناهي اهو پاڻ پري،
اي ميان! ونحن اقرب، ويجهو لاهه گمان ۽ غم.



## ڪافي

آئون پوڇاري آهيان، روز بندر جي ترن،
اي ميان! واءُ سڻائو وريو وڻجارا مان ورن!

مون ساريا سي ڏينهڙا مند موٽڻ جي آئي،
سوداگر سي سالم ڪن ڪا ورڻ جي وائي،
اي ميان! اچن سلامت ثابت، لهريون ڪيم لڳن.

دل تان دم نہ لهي سامونڊين جي صورت،
اچن اوقاتون گهٽيون پهہ پالوٽيون پورت،
اي ميان! ڳالهيون ڳجهڙيون سندن، چت تي روز چڙهن.

وڻجارن جون واٽون روز نهاريان نت نت،
ڪين ڏسان ڪوهہ ٽيون روئن اکڙيون رت رت،
اي ميان! منهن ڪان مينهن ڪريو ڳوڙها روز ڳڙن.

چئي "منٺار" منڌيان آئون هت فالڙيون،
مان اچن تان ڪريان دل جون ڳالهڙيون،
اي ميان! چونديس سور سيئي ساري سامونڊين.



## ڪافي

عشق جي سودا لڳيم اڃي،
هڏ تي نہ چاڙهيندس ماس مڃي.

عشق مرض اُڻ تڻ جو آهي،
سو هڪ ماسو ڪين مڃائي،
گوندر گوشت روز گھٽائي،
جنهن کي جگري سڪ سڃي.

آڳ عشق جيون چريون چاهيون،
پڙ پڙ باھ برھ جيون باهيون،
جيرا ٻُڪيون جوش جلايون،
بازي برھ ڪؤن ڪانہ ٻچي.

درد دکايم دل ۾ دونهان،
الا عشق جا لائين لونهان،
سوال ڪريان ٿي سنجھ صبحان،
تہ قرب وارن وٽ ٿيان ۾ ڪچي.

چئي "مَنتار" پساھ پرينءَ سان،
مون سڪ واريءَ جو ساھ پرينءَ سان،
روح اڪيون ارواح پرينءَ سان،
پوري ٿئي من پرت پچي.

□

راڳڻي: تلنگ تار: ڪلواڙو

## ڪافي

تلھ: ڪن جا تو من تاريا وي، چو "مَنتار" سڏائي بنھيون.

تو تہ گھٽي ئي تڪبر بہ چيائي،
فند ٻڌي ڪئين ڪوڙ ڪيائي،
شيخيءَ جا شوغان ھيائي،
نہ تو نسل نھاريا وي.

تو جي ڪيڙيون ڪم ڪچايون،
ٻيون جي ڪيون اٿئي بد ٻچايون،
عقل ريءَ جي ڪيئہ اجايون،
سي صاحب ڪي ڪم ساريا وي.

الستؤن الله سچاتئہ،
لحظي ۾ جتي ليئڙو پاتئہ،
چاڙ ھتي ٻيو چا ڪئون ڄاتئہ،
ڪوھ دليل تو ڏاريا وي.

قالو بلیٰ جا قول کیا تو
”منٺار“ وسري کوھ ويا تو
ڪڻ قلب تي ڪيئن پيا تو
سمجھيون ڪين سنواريا وي

❑

راڳڻي: ڀيروي

تار: تين تار

## ڪافي

ٿلھ: پنھنجي وعدي کي نہ وسارج تون،
اھو قول ڪيل ننگ پارج تون.

منھنجي مارڻ لاءِ ھزار مڙيا،
رکي وير دشمن ڏاڍي چوھ چڙيا،
اچي ويجھا پيام نہ چاڻ وڙھيا،
اھي مڙيئي ملول مون کان ٽارج تون.

پيو نہ وسيلو واھ منھنجي،
وئي ساري مون کان رند راھ منھنجي،
ھاڻي تو ريءَ ناھي ٻي آگاھ منھنجي،
ھاڻي تار منجھان مون کي تارج تون.

سڻ سوال سگھو ھيءَ دانھن منھنجي،
آھي ڪوڪ پڪار تو ڏانھن منھنجي،
اچي ٻاجھ ڪري وٺ ٻانھن منھنجي،
ھن سام پيل کي سڌارج تون.

چئي "منتار" تي ماڙ منهنجي،
آهي توڏي مراد مهاڙ منهنجي،
هيءَ بيڙيءَ چڪڻ مان چاڙهه منهنجي،
اهي اوڪا گهيڙ اڪارج تون.



تار: ڪلواڙو

راڳڻي: جهنگلو

## ڪافي

ٿلهه: ڪهڙو عقل نياڳ جو آيئي، ڪيئن موملُ مان وڃايئي.

سوڍل توکي جيئن سمجهايو تيئن تان پير نه پايئي،
راڻو توسان تڏهن رسي ويو جڏهن لقب تنهن کي لايئي.

هئينءَ سهاڳڻ ساري جهان ۾، ۽ چاڳلي تي چايئي،
آيئي ڏنپ ڏهاڳ جو، وو نجان ڪهڙو ڪرت ڪمايئي.

راڻي جي ڪارڻ رنگ محل ۾، اي لوري ڪين ليلايئي،
ور وساري پنهنجو وو بيڄڙو سانگ بنايئي.

چو نه مئين "منتار" چئي، جڏهن شاهي پنهنجو شان لڄايئي،
اجان جهان ۾ گهمي ٿي جيئري، اناسڻ شرم نه آيئي.



راڳڻي: جهنگلو

تار: تين تار

## ڪافي

ٿلهه: آهيان اڻچاٽي عيب ڏيکج تون، ڏج مَ ڏهاڳ چنيسر ڄام.

ملڪ تنهنجي جي هيس ڏجاڻي، پورهيت ڪونئرو هيم ڪمياڻي،
آيم آڏا جيڪي ڪيم ڪلام.

ڪج ۾ ليلا ڪي تون لڇياڻي، پنهنجو ننگ پارج شان سڃاڻي،
سيس سنسار ۾ تنهنجي نام.

ڪئي اٿم توبهه ٻڌيم ٻانهون، سڻ وي سنديم داسڙا دانهون،
پيس پناري آئون تنهنجي نام.

چئي "منٺار" مدايون ڪر معافي، شان شاهاڻو آهي تنهنجو شافي،
تہ بخش بڇايون تنهنجي هن غلام.



راڳڻي: جهنگلو تار: تين تار

## ڪافي

ٿلهہ: بخش بڇايون يتار چنيسر، ڪيم توبهہ ٿيس تابعدار.

عدل پنهنجي تي عمل نہ آڻج، تون ڪو ننگ پنهنجو ثابت سڃاڻج،
منهنجي عيبن ڏي نہ نهار.

بيحد آهيان آئون بدڪاري، توبهہ توبهہ ڪريان ٿي زاري،
جو لاٻالي آهي تنهنجي سرڪار.

تنهنجا آهن اسان ٿي حرف حسابي منهنجيون مدايون تون ڪر معافي
ڪيم ڪيڏج مون ڪي، ور! تون وهار.

چئي ”منٺار“ توکان مڱان موچاري، آهيان اٻوجهو ڏاڍو ڏهاري،
دامن جو ننگ پارس پار.



تار: تين تار

راڳڻي: ڪسوري

## ڪافي

آهيان اُن جي آئون ٻانهي وي، جن دلڙي ڪيم ديواني وي

مون کي پائيون ڳچيءَ منجهه ڳاري، مون ميجيار اَمُر برداري،
نت ووڙينديس ويچاري، مون کي سڄڻ ڪيو سيلاني وي

مون کي لائي ويا جا لولي، هڪ هو هو جي ڏيئي هولي،
مون کي سڄڻ سڪائي آهي ٻولي، سوئي سبق پڙهان سبحاني وي

مون کي پرين پاڻ پسايو، ڪو جو دلبر ديد ديکايو
جنهن دل جو دور مٽايو، سوئي نور ڏٺيءَ جو نوراني وي

”منٺار“ اداس ۾ آهي، جوئي ڪاف ڪشالا ڪاهي،
مونکي موليٰ، محب ملائي، تہ سر ساھ ڪريان قرباني وي



راڳڻي: پهاڙي

تار: دادرو

## ڪافي

جنهن ريت سان پرچين پيارا! چؤ تہ ريت سا ڪريان هميش،
تنهن پير تي پنهنجو قدم، دل جان سان ڌريان هميش،

جي هندو مذهب وٽيئي، ته جٽيا جسم تي جڙيان هميش.
جي مذهب مسلماني وٽيئي، ته ڪلمو سدائين پريان هميش.

جي نچڻ وٽيئي، ته پايان پيرن ۾ گهنگهريان هميش.
ڳايان وڄايان، تالڙا تاڙيون، هٿن تريان هميش.

جي اچين گهر يار منهنجي، ته ڳالهيون ڳجهيون ڳرهيان هميش.
منهنجو مقصد ايترو، مقصد نه ٻيو گهريان هميش.

جي ملين ”منٺار“ چئي، ته رهنمر اکيان ٺريان هميش.
چڻ آسون اميدون دل جون پنيون، سک ساعتون سريان هميش.



راڳڻي: ڪوهياري تار: دادرو

## ڪافي

جيئن لوڙيمر لذت پنهل سين، تيئن هيءَ آيمر سور ازل سين.

وو ڪڏهن هيس بهار پنيور ۾، ڪڏهن جر هاريو روئان جبل سين.

وو سکن سورن پاڻ ۾ ڪيو عيوض ادل بدل سين.

وو ڪنهن پر ملنديس ڪيچ ۾، وڃي پيهر ٻاروچل سين.

مان ملان ”منٺار“ چئي، آئون اديون ڪنهن اٽڪل سين.

راڳڻي: بسنت　　　　　　　　　　　　　　　　تار: تين تار

## ڪافي

عجب محويت مردن جي، جي هردم حق سين حاضر ناظر.

پنهنجو نفس نابود ڪيائون، پوءِ توحيد منزل تي تن جي
ملين پانور لقب بهادر.

هڪ هڪ ڏينهن ۾ چوويهہ هزار ڦيرا، ٿئي زيارت انهن عشاقن جي
جيڪو سندن گذر حيات ڇماندر.

شد رحمت هوئي شوق سنلن ڪي ڏسو ڪهڙي ڪماليت ڪاملن جي
تين نينهن نشانبر، سونهون صادر.

چئي "منتار" مڪيان چشمن ڪي، پٽي خاڪ انهن جي پيرن جي
تہ ٿئي اکين اوجر رنگ ڪمانگر.



راڳڻي: بنست　　　　　　　　　　　　　　　　تار: تين تار

## ڪافي

ٿلهہ: اٿم يقين اعتبار اهو تہ بي رنگ بيشڪ رهي ٿو رنگ ۾.

سڀ رنگ ۾ سبحان سمايو بي مثال، مثال ۾ آيو آهي الله اظهار اهو
شهر　بحر　جبل　توڙي　جهنگ ۾.

رب ڪاريگر اهي ڪل وارو، سندس اوزار جڳٽ سنسارو،
ڪم ڪري ڪلتار اهو دين حقيقت واري ڏس ڏنگ ۾.

توڙي زمينون، توڙي آسمانا، توڙي ملائڪ، توڙي انسانا،
تہ بہ نور سندس نروار اهو "الانسان سري" ڏس انگ ۾.

چئي "منٺار" مولئي ۽ مرشد مون لاءِ هدايت هيڪ هڪي حد،
سر سندس سردار اهو مون لاءِ مالڪ انهيءَ ملنگ ۾.



راڳڻي: جوڳ تار: تين تار

## ڪافي

ٿلهہ: ادا قاصد قريبن جي ڳجهي چئو ڳالهہ مون کي ڪن ۾.

اڄي مونکي ويجهڙو ويهي، ٻڌاءِ ڳالهيون سيئي سيئي،
تہ سٽان دل وارو ڪن ڏيئي، سي رکان مخفي آئون پنهنجي من ۾.

ڳالهيون جانب چيئي جيهين، ٻڌاءِ مونکي طرح تيهين،
ڪنان ميثاق جي ڏيهين، سا رهي مونکي تانگهہ آهي تن ۾.

محبوبن جون مقالڙيون، پچارون پرين والڙيون،
ڳجهيون ڪر مون سين ڳالهڙيون، ڪنهن پناهي پوش جي پن ۾.

چٽي "منٺار" کھ ڪانگل! مون سان مخفي سي هن ئي مهل،
تہ پرين پرتل هوا يا رتل، اهو ڪيئي ڪو ڏيان تنهن درشن ۾.

تار: تين تار

راڳڻي: جوڳ

## ڪافي

ٿلهہ: سرور صوفين وارو، سارو ڪيو امداد مون تي حال هميشہ

ڪن کي ڏسي رند شاهي شريعت،
ڪن کي ڪري منجهہ طالب طريقت،
ڪن تي وجهي تو حال حقيقت،
ڪن کي ڏسي رند معرفت وارو.

ڪن کي پڙهائي علم ظاهر ۾،
ڪن کي ڪري واقف باطن بحر ۾،
ڪن کي رسائي داور جي در ۾،
آهي انهن جو بخت پيارو.

ڪري لک طالب ذاڪر ذڪر ۾،
ڪري لک طالب فهم فڪر ۾،
ڪري لک طالب صابر صبر ۾،
ڪن ڪان وڄارائي نينهن جو نغارو.

مرشد "امين محمد" اشارو ڪيم اهڙو
اٿر تار تار ۾ اٿم هاڻ ٿهڙو
ڪونهي "منٺار" جو ڪوفو کهڙو
هر مظهر ڪان آهي رهڻ نيارو.



راڳڻي: مارئي

تار: اولنگهه

## ڪافي

ٿلهه: اوٺي شل ڪي اچن، خبرون ڪن، ماڙيچن جون مون وٽ،
من ڪي ڳالهڙيون، من ڪي ڳالهڙيون.

ڪيئن وڏايون خير سين، وو مئي ڏي مان منجن ورهه وڃن،
حرص ٿين هوند جهٽ پٽ.

ان تہ اباڻي ڏيهه جي، وو سرتيون روز ڪتن لاءِ ڪٽن،
ڏوئيرن پنهنجي ارٽ.

ڏکيا ڪٽيم ڏينهڙا، وو ڪسڪي منجهه ڪوٽن، هن محلن،
ريءَ ڏوٽين پوان پيئي گهٽ.
موٽي آئون "منٺار" چئي، وو وچان ويڙهيچن، ملڪ سندن،
شل پرچن سِر ڏيان سٽ.



راڳڻي: مارئي تار: اولنگهه

## ڪافي

اسين تنهنجا اوڏ غريب، لاڪا! توتي لڄ ننگڙو نماڻيءَ جو.
جهڙي جي تهڙي تنهنجي آهيان، اهو تنهنجو آسرو مور نہ لاهيان،
ڪڄ تون ڪرم قريب وي ميان!

اسان جن عيبن ڏي مَ نهارج، پنهنجو ننگ پاڻئون پارس پارج،
ءِ چڱي تنهنجي عادت، عجيب وي ميان!

اوڻ نماڻي سڏايان ٿي اهنجي لطف وڏي سان مون ڪي ڪڄ پانهنجي
ڪنهن ساڻ نواز نصيب وي ميان!

مهر موچارا ڪر "منٺار" تي، نياز وندي هن عرضن دار تي،
ءِ هٿڙو رکڄ حبيب وي ميان!



راڳڻي: ڌناسري تار: ڪلواڙو

## ڪافي

ٿلهه: اُتم الله جو نالو وسارڻ واجب ناهي، وسارڻ واجب ناهي.

الست بربڪم وي ميان! احد الستئون،
قول قالو بليٰ والو وسارڻ واجب ناهي.

ذڪر خدائي ني وي ميان! چوڻ چڱائي الو
اجاري قلب جوڪالو وسارڻ واجب ناهي.

جڏهن هڪ ڀيرهن حضرت وي ميان! ننڍڙي نبيءَ کئي الو
تہ آيو ان وقت اوپالو وسارڻ واجب ناهي.

پڙهہ ”مننار“ ني وي ميان! ڪلمون قلب سان الو
تہ ٿيئي مطلب برحالو وسارڻ واجب ناهي.

❑

## فقير ولي بخش راڄڙ جو ڪلام

ٿلهه: نرمل نوح فقير، سڻ منهنجا سرور سڏڙا.

لاهه قريشي مون تان قرض کي، مرشد ميٽي ڇڏ مرض کي،
اويسي اڪسير، هيٺا تي پيا آهن هڏڙا.

راهنما اوهين آهيو رهبر، فيض فياض جا ساقي سرور،
مرشد ماهه منير، جام پياريو آهيون جڏڙا.

لاهي درد کي دور جفا ڪر، سڏ سان گڏ تي شاهه شفا ڪر،
ڪامل قطب، ڪبير، تون ڏاتار اسين آهيون ڏڏڙا.

آيو آهي وقت اخيري، دلبر دل کي ڏيو دل ڏيري،
پرين پارس پير، گوندر غم وڏي تيا وڏڙا.

ڪريو ڪا رهبر رهنمائي، پير پنان تو اوهان ڪان پناهي،
’ولي بخش‘ جا وير قائم ڪريو هي توڪل تڏڙا.



### ڪافي

ٿلهه: هوش ڪري تون ٿيءُ هوشيار، ساڃيو آهي سر صبحاني.

اول آخر آهه اهوئي، ظاهر باطن ساڃيو سوئي ڄاني جلوبدار.

لاھہ گمان تون چڏ گمراهي آهي افضل نور الاهي ڪل سندو ڪلتار.

رهي راهوندڙ ۾ مزر لائي، پڪا پرت جا اعليٰ اڏائي امين ٿيو اظهار.

فيض فقر لئہ گوهر ٿيو گل، ترِ نہ تفاوت ساڳيو تل مل محب متو منثار.

آهي موليٰ چوائي طالب، سڀ ڪنهن غير تي ٿي آيو غالب سرور شاهہ سردار.

آهي فهيم جو طالب موليٰ لهن قسط سايو يعربولا مرشد سائين مهندار ساڳيو آهي سر سبحاني

ال انسان سري سِر سارو وحدت جو ٿي آيو وڻجارو نور ڪرڻ نروار.

انا احمد بِلا ميمي، اصل آهي قول ڪريمي هادي هِڪو هروار.

ٻوڙ ٻيائي رک هيڪڙائي، 'ولي بخش' ڪر ويچار.



## ڪافي

ٿلهہ: اڄ پرين پاتار پرت جا پير، اهي پير چمان پيئزار چمان.

آيا پرين جتان پير پري، جن سيرن تان سڀ سير ڪري،
سر ساھہ صدق تن سيرن تان، اهي سير چُمان سئو وار چمان.

اچي مون سان ملي منثار ٿيا، هر جاءِ حسن هبڪار ٿيا،
هئي حُب جي هنئين ۾ هير گهڻي، اها هير چمان هبڪار چمان.

ويهي وحدت جا واپار ڪيائون، واهواهه پلي پٽڪار ڪيائون،
اهي مون تي پلائي جا پير تيا. اهي پير چمان پٽڪار چمان.

’ولي بخش‘ وصال جا واءُ وريا. اچي محب مليا جي دل گهريا.
اها وير پلي جنهن وار آيا. اها وير چمان اهي وار چمان.



## ڪافي

ٿلهه: پڇ ساقي ڪان تون مئي جو مُل، جي سر تي ڏي ته اٿئي پوءِ ٻُل.

تنهنجو ساقي سرور شاهه آهي، جنهنجو نظر نيڪ نگاهه آهي،
اهو آل انساني آگاهه اهي، اهو حاڪم هادي گوهر گل.

توکي ساقي سرڪ پياريندو، ڪٺي نازڪ نيڻ نهاريندو،
مئي دلڙي يار جياريندو، ٿيندو ونحن وارو واهه وصل،

سر ته سُرڪ تان گهور ڪجي، پي کهڙي اتي تڪ تور ڪجي،
جتي وصل وصال سان اور ڪجي، لاهي خطرو پيو سڀ خوف خلل.

وٽ ’ولي بخش‘ وار اٿئي، اها جيت اٿئي نه هار اٿئي،
هي مهل موچاري يار اٿئي، ايندو اوڏو توکي ڪين اجل.



## ڪافي

ٿلهه: مون کي ماٽن ساڙ ماريو، مرڪي معشوقن مرڪي معشوقن پاتا پيچ پرين.

وار وسيھر وانگي ٿا، ور ڏيو ونگ وجھن.

ابرو يار عجيب جا، ٿا ڏوڙا ڏنگ ھٽن.

ديدون دلبر يار جون ڏسي، ماٺ لڳي مرگھن.

ڪنڊيو نڪ نراڙ ۾، ٻي چقمق منجھ چپن.

ساھ وٺي سوگھو ڪيو گل گوھر جي گفتن.

دل ڦرايو دوست ڪان، ڪئين 'ولي بخش' وچن.



## ڪافي

ٿلھ: واھ واھ شاھ حُسن جو سير آھي جھلي ٿاب ٿنھنجو اھو ڪير آھي

چڙھيو شاھ وڏا جت شاھي ڏين، در شاھ حُسن جي سپاھي ٿين.
وڃي واھ سيپئي ٻي واھي ٿين، ير اھڙو ڪٿي نہ انڌير آھي.

رخسار لبن جي لالي ڏسي، ڏند ھيرا موتي مثالي ڏسي،
نڪ نسنگ بندوق دو نالي ڏسي، سينو سپر ڪري سو دلير آھي.

آھن اکڙيون ڪجليون ڪاريون پيئي، تو ھٽي ڪٺي منھن پاريون پيئي،
ڀيا ابرو ڪج تلواريون ٻئي، اتي مٺو ڏئي سو مٺير آھي.

هڪ چشمن جا چمڪار عجب، ٻيا زلف سياهہ سر وار عجب،
ٽيو هلڻ چلڻ گفتار عجب، تنهن ۾ قند نڪو ٻير ڦير آهي.

تي مريض ويس آءُ لاءِ شفا، شفا ڪانہ ملي تي الٽ جفا،
لڳا تير نظر جا سئو سئو دفعا، سودو سر جو ڪيم ٻيو خير آهي.

اتي عقل چيو اتي هل تہ هلون، هت ناحق ٻيا ميان مفت جلون،
چيو عاشق تلين تو ڪھڙيون تلون، توڪي ٽيٽو هتي هاڻي ڍير آهي.

ويو عشق عقل کان راند ڪٽي، سر ساهہ جو سانگو سيوئي سٽي،
منهن مرڻ کان ڪڏهن ڪين مٽي، اهڙو عشق شهنشاهہ شير آهي.

ولي بخش عشق جي وڻائي وٽي، گهايو گهورن سان ڪري جان جٽي،
ڏني عشق عقل کي مٽي تي مٽي، تن جو ورهين کان وٽي وير آهي.



## ڪافي

ٿلهہ: پهرين پيار ڏيئي يار دلڙي ڏتاري،
ڏئي گهور گهائي نہ ماري جياري.

عجيبن سان اهي حسن فوج فالم، رهي ڪانہ مون کي اها ڪا بہ معلم،
چڙهي چوطرف پئي سا نينهن جي نياري.

زلف زور زابر جيئن نانگ ڪارا، ڏسڻ سان ڏنگن ٿا اهي مڻ وارا،
ڏئي ور ورن ۾ پائن ڳٽ ڳاري.

ابرو ڪمان ڪج عجيبن جا اعليٰ چشم چور ڪن ٿا سي نوري نرالا،
پئڪان پنبڙيون آهن تير ڪاري.

نسنگ نڪ نروار چڙ ڪا دونالي نہ ٿئي مٽ مرجان اهڙي لب لالي
تنهن لالي لڄايا لعلون اناري.

نہ سي مٽ موتي نہ هيرا برابر، مٿي باب شاهي سي ثابت سراسر،
ڏين ڏند ٿا وڌ ڏيئي ڪان ڏيکاري.

ڪئين ڪن غب غب ۾ ٿيا غرق غازي، وسري ويئي تن قبل المازي،
چائي زنخ ڪيا چريا چوڏاري.

دليون يار دلبر ڪلندي ڪٽي ٿو هلي پانهن لوڏي تہ واهواهہ وٽي ٿو
گفتار رفتار منڙي موچاري.

آهي بوءِ ڪهڙي مشق عنبر ۾، تنهن ڪان وڌ خوشبوءِ پرين جي پگهر ۾،
ڪندي هوڏ تنهن سان ڇا ڪٿوري تاتاري.

قريبن ڪيا جت پريمي پسارا، اتي ڪئين وڃائي ويا وير وارا،
اڇي نيٺ ويئي 'ولي بخش' واري.



## ڪافي

ٿلهہ: مٺا محب جاني ياور يگانا، ڪرڻ ڪين واجب برهہ ۾ بهانا.

ڏنئي پيار پهرين واهه واهه وٺي ويون، ڏيئي راز ريبي دلڙي ڪٺي ويون
آهن شوق تنهنجا شاهي شهانا.

ائين ڪونه ڀانيم تہ ونيو دل وڃين ٿو سوين سور صلما سهاڻ سڃين ٿو.
لکين لوڪ جا پيا مهڻا ۽ طعنا.

سوا تنهنجي سهڻا نہ پيٽي پوا ڪا تو ۾ اميدون نہ توکان سواءِ ڪا،
تون ڪر ڪرم ڪو اي دلدار دانا.

’ولي بخش‘ آهي پرين توکي پرتل، تنهين ساڻ هوئج سڄڻ يار سرتل،
ڪندو ڪير منهنجا پيو مشڪل آسانا.



## ڪافي

ٿلهہ: مٺا محبوب من مهڻا، سڪندا ڇو سڪائين ٿو
رقيبن سان رهاڻيون ۽، مون کان منهڙو لڪائين ٿو.

لکين لائق سڄڻ سندئي، کهڙا ڳائي کهڙا ڳايان،
ڪڏهن دلدار دلداريون، ڪڏهن وريو ڏکائين ٿو.

ڪنين سان ويجهڙو ويهيو ڪرين محبت مٺيون ڳالهيون،
ڪنين سان گهنڊ ۽ گهونگهٽ، ڪنين بيزر وڪائين ٿو.

حجت کهڙي هلائيندس، جتي جو جوڙ آ ۽ ناهيان،
جي ٿو مون سان ڪرين ماڻا، تہ ڇڻل ڦٽڙا ڇڪائين ٿو.

’ولي بخش‘ کي ورهيہ گذريا. سڪندي سڪ تنهنجي ۾،
تنهن کي ورهہ ڏيو ويتر، وصل لاءِ وسڪائين ٿو.

❑

## ڪافي

ٿلهہ: تنهنجي عشق مون سان ڪيون يار ڪيڏيون،
سٺيون سئو سر تي هلائون مون هيڏيون،

تنهنجي برهہ باهيون، ڏاڍيون يار لايون،
توکي ڪنهن سيکايون، اهي رمزن جون ريڏيون.

رکي نينهن ناتو توسان پيچ پاتو
مون سهيءَ سڃاتو پائن تي ٿيون ٽيڏيون.

اندر روح رهڻا، ڪنهن کي ڪين ڪهڻا،
ڏين منهن تي مهڻا، هليو هڪ جيڏيون.

اچو يار ياقي، ٿيو محب ملاقي،
رهيل دم باقي، خدا لڳ ڪيڏيون.

توسان لئون لايم، اکڙيون آڙايم،
پرت کي پڙهايم ورهن جون ويڏيون.

اهي ولي بخش وايون، ناتو نباهيون،
ڪريو نا جدايون، عجيبا ائين ايڏيون.

## ڪافي

ٿلهه: پلا ڇاڪان ڇو آهه وساريو تو
نڪي قول ڪيل وري پاريو تو.

نڪو مرڻ منهنجو نڪو جيئڻ منهنجو نڪو ٻڌڻ منهنجو نڪو ترڻ منهنجو
نڪي ساعت توريءَ سرڻ منهنجو نڪي سهڻل يار سنياريو تو.

نه مارين ٿو نه جيارين ٿو نه نهارين ٿو نه وسارين ٿو
ڏيئي گوندر گڏ نه گذارين ٿو لائي نينهن نسنگ نه نهاريو تو.

منهنجو مهندار به تون منتار به تون، دلدار به تون ديدار به تون،
منهنجو ياقي يگانو يار به تون، ڏيئي سڪ جو سبق سيکاريو تو.

اڄ قرب ڪري به تي پير پري، هاٽي وچ نه پري نٽي ساهه سري،
ڪيو مست آهيان تنهنجي ذوق ذري، ڏيئي ٻارڻ عشق جو ٻاريو تو.

سڻ هيءَ نه سدا آهيان گولو گدا، تيءَ ڪيم جدا اٿئي اسم خدا،
ولي بخش جي آهي الوداع، جنهن ڏي ورق وصال نه واريو تو.



## ڪافي

ٿلهه: سهڻا يار سجڻ اهو ثواب نه ڪر، هيڪر پاسي رُخ تان نقاب نه ڪر.

تنهنجي گهور نيڻن جي گهايل ڪي، سڪ سورن جي تہ ستايل ڪي،
تنهنجي ماڻن جي تہ مجايل ڪي، جاني يار جيئين تون جواب نہ ڪر.

دلدار ديدار جي ڪول دري، دلدار ديدار لاءِ دل آ چري،
متان فوت فراق ۾ ٿئي سامري اهرو يار عجيب عذاب نہ ڪر.

پنهنجي دستئون پيارل پيار ڪٺي، اڪ اڪ سان ملائي اڪ جي اٽي
آهيان ڏاڍوا جيو ڏي گهاتي گهٽي هسي هسي تون ڏي ڪو حجاب نہ ڪر.

منهنجو امين بہ تون انصاف بہ تون، منهنجو دين بہ تون مصحاف بہ تون،
منهنجو پردو پوش غلاف بہ تون، منهنجي ڪچاين جو تون ڪتاب نہ ڪر.

ولي بخش ڪي بخش بچايون سڀ، ڏڪ عجيب اگلايون سڀ،
ڪر پنهنجا پال پلايون سڀ، آهن مون ڏي مڙيئي تون حساب نہ ڪر.



## ڪافي

ٿلهہ: عجيبن جون اکيون، ٻيئي نيڻ نرگس،
ڪنڌيون ڪاريون ڪجليون، بنائين ٿيون بيوس.

نشي نينهن جي سان ٻئي نيم خوابي،
وانگي شينهن شور پل سرڪش شرابي،
تني سان نياهڻ سندو ڏانئہ ڪو ڏس.

اچن سي امالڪ منجهان قرب ڪاهيو
وجهن وير وريام ڪئين ڊنگ ڊاهيو
خماري خماريل ڪڏهن ڪين ڪن بس.

مون کي منهنجي اکڙين اني سان اڙايو
جني کي ڪڏهن ڪين ڪو ترس آيو
اهي ناز پرور سکيون، اهڙي سروس.

ولي بخش سان تن رکيو نينهن ناتو
ڏيئي ڳل ڳراهتي پکو پيچ پاتو
ويو پنهنجي وس کان ٿيو هاڻ هن وس.



## ڪافي

ٿلهه: مون کي دوست دلبر ڇڏيو تو وساري،
تنهنجي تات ڏينهن رات جيئڻ تاڙو تنواري

تنهنجي ڏسڻ لاءِ ڏاڪڙا. ڏنم کي،
سوين سور سرتي ساجن سنم کي،
سندم ساهه سهڻل سدا تو .سنياري،

ڪيم دوست دلبر دردر گدائي،
ڪريو ڪيم مون سان اي جانب جدائي،
اصل آئون اوهان جي لڳس يار لاري،

اول يارِي لائي چني پوءِ چڏيو تو
پنهنجو پاڻ سان ڪين گولو گڏيو تو
چاڙهيو چوٽ جنهن ڪي نينهن جي نظارِي

اٿ ئي پهر عجيبا تنهنجي انتظاري،
بلاشڪ بدن ڪيو برهه بيقراري،
وصل لاءِ ولي بخش پيو تو پُڪاري



## ڪافي

ٿلهه: پهرين گڏي گوڏي وهاري، پوءِ ڏڪي ناڏار ڪر.
محب ماڻن جا نه ايڏا، تيز تون تڪرار ڪر.

دلبا ڏيئي دلڙي ڏتاري، تو پرين پنهنجي ڪئي،
هاڻي وجهه وٺي ناوارجي، تون مهر ڪا منٺار ڪر.

تنهنجي جلوي يار جاني، ساهه آ سوگهو ڪيو
چڏ غصو غمناڪ سان، تون غور ڪو غمخوار ڪر.

تنهنجي پيرن جي پٽي، سرمون اکين جو مون ڪيو
هي اکيون منهنجون پيئي، پنهنجي پير جا پيزار ڪر.

تو نوازيون ناز پرور، ڪيئي اگليون اوچيون،
ولي بخش تي وارث وري، تون وڙڪو وبنجهار ڪر.

## ڪافي

ٿلهه: چوڻ دل جي اکيون اڙيون، وڃي ڦاٿيون مون کان زوري،

پهرين محبت ملين مينيون، پرائي پور پوءِ وينيون،
ڏکن سان هاڻ ٿين ڏينيون، لڳي لئون ڪاوين لوري

اچي اٽڪي اهڙيون اڙيون، سدا سهمن اندر سڙيون،
جهلين ٿيون تاب ۽ تڙيون، جهڄن ڏينهن رات ڪيو جهوري

منهنجي وس کان ويئيون هاٽي، ماريون محبوب جي ماٽي،
ٽکن تر ناکهين ٽاٽي، لڳيون ظاهر نہ ڪي چوري

'ولي بخش' سان نہ سي سرتيون، پيارل يار ڪي پرتيون،
جنهن ڪيون قابو ڏيئي پرتيون، گهٽيئي تنهن ڪئي نہ ساٽوري



## ڪافي

ٿلهه: تنهنجا ڳڻ ۽ ڳالهيون يار، ذري ذري ٿيون ياد پون،

توجي ڳل ڳراهٽيون پاتيون، جهاتي ۾ ڪي پائي جهاتيون،
چوکيون سنڌئي چاليون يار مون کان کنهن دم ڪين ٿيون وسرن

دم دم دل ۾ دود دکائين، روئاڙيون روئاڙيو لڙڪ وهائين،
اکيون کن سي آليون يار، جيئن ڪي موسم مينهن وسن

ڏيئي فراق ڪري فراقي، وڃي يار يڪو ٿيو ياقي،
هٽي ديدون دو ناليون يار، سي تہ ڦٿيل اڃا پيا ڦٿڪن.

قدم قرب جا پريو بندي ڏي، هن اوهان جي سائين سندي ڏي،
تہ گڏجي جاني جاليون يار، پل تہ پيا پيا ڏيهہ ڏسن.

تنهنجي ياد اندر ڏي اُڌما، سهٽا سور سوين پيا صدما،
تنهنجيون رمزون نراليون يار، ڏيهہ سڄي ۾ ڪين ٿيون ڏسجن.

ياد 'ولي بخش' ڪين وساري، تاڙي وانگر تات تنواري،
توجي پياريون پياليون يار، اچي تايو آهي تن طلبن.



## ڪافي

ٿلهہ: صدق صدق سو واري صدقي،
لاهي نقاب نهارڻ تان.

نين خماريل ڪٽي خوشيءَ مان،
ڪلي يار ڪيڪارڻ تان،
غمن ۾ پي غوطا کاڌم،
تار انهيءَ مان تارڻ تان.

واعدا وصل جا ڪيا تو جيڪي،
پنهنجا سيئي پارڻ تان،

دلبر اڄ ديدار ڪرايو
انهيءَ سارڻ يار سنڀارڻ تان.

ڪڏهين تہ ويجهو ڪين وهاريو
اڄ گوڏي گڏ ويهارڻ تان،
مٺڙا مٺڙيون ٻوليون ٻولي،
دلڙي يار ڏتارڻ تان.

هشيار حُسن جا يار ڪٺي،
اچي عاشق سر اولاڙڻ تان،
موتو وانگي ماري مارئي،
انت موتو جيارڻ تان.

گهور تيان لک گهورون گهوريان،
واڳ وصال جي وارڻ تان،
اهي احسان لکين لک ٿورا،
گڏجي يار گذارڻ تان.

ساقي سرڪي ڏنيئي مرڪي،
تنهن پيالي پر پيارڻ تان،
مون پانيو آئون وسري ويڙس،
'ولي بخش' کي ڪين وسارڻ تان.


ٿلهه: تنهنجيون ڳاليهون سچ، منهنجي روح ۾ رهيون،
مون کي تون نه مليون، مون ڪنهن سان نه ڪيون.

منهنجي محرم حال جو پائي تون، ڪر ايڏي ڪيم جدائي تون،
مون سان بيحد بي ته وفائي تون، ٿيو ڏيل ڏکن ۾ يار ڏهيون.

هاڻي هيڪر اچو ڇڏي هوڏ مٺا، تنهنجي واهه وٽي مون کي لوڏ مٺا،
توريءَ ڪنهن سان ڪريان آءُ ڪوڏ مٺا، تنهنجي عشق ٿيون ڏاڍيون دردين

اچيو چت تي چڙهن تنهنجون چالڙيون مٺيون محب تنهنجون جي مڪالڙيون
اهي ڳڻن پريون جي ڳالهڙيون، مون کي ياد پون نئين سج ته نيون.

پنهنجي پر ۾ روز پچاريان ٿي، ڪريو ياد هنجون تت هاريان ٿي،
هڪ ويل به ڪين وساريان ٿي، منهنجون آهن سمر اهي ساهه سنيون.

مون پيو سڀ ڪي ڇڏيو توکي نه ڇڏيان، تولاءِ جايون اکين ۾ يار اڏيان،
توکي سنعت ساعت آءُ ته سڏيان، پيون وايون مون کان سڀ يار وبون.

ولي بخش جا ٿا نيڻ وهن سڪ صبر پيئي ڪيئن ٿهن،
مون کان زوريءَ ٿيون وڇيو پڌر پوءِ، جيڪي آهن اندر ۾ اڻ ته ميون.



## ڪافي

ٿلهه: جهاتي پايو منهنڙو لڪايو ڇڏي،
البيليون اکيون اٽڪايون ڇڏي

منهنجو يار چشم جڏهن چائي ٿو
گهنڊ گهورن سان ڪئين گهائي ٿو
جي ڪٽيو ڳاٽ ڳالهائي ٿو
ته لکين فقير ڦٽڪايو ڇڏي

جيڪو اکڙين جي منجهه آيواري،
سو ته ساري عمر پوءِ سور چري،
مجروح مثل جيئي نه مري،
جنهن کي سيني اندر سڏڪايو ڇڏي

دانهن ڪئين دل گير ڪري،
ڪئين امير وزير فقير ڪري،
مستان ڪئين مهيمر ڪري،
سر سوريءَ تي لٽڪايو ڇڏي

توڙي هجي ڪو ڏهرو ڏڏ،
ته به سڏيو ويهاري گوڏي گڏ،
ڪن جو نه سڻي ٿو سورن سڏ،
ڪي سڪ ۾ يار سڪايو ڇڏي

ڪئين مست منگهن مخمور ڪريو
ڪئين چشمن سان چڪچور ڪريو
ڪئين 'ولي بخش' جهڙا وهلور ڪريو
لائي وصل وسڪايو ڇڏي.



# فقير محمد بخش 'ضامن' جو ڪلام

## غزل

ٿلهه: دلبر ڪي منائڻ جي اڄ اهڙي ڪجي اٽڪل،
پاڻهي سو پرين پرچي، ڪنهن کي نه پوي ڪا ڪل.

مرضي ڪا سندس وڻجي، مرضيءَ تي سندس هلجي،
راضي سو رهي هر دم، ڪا اهڙي ٿلجي ٿل.

آخر سو سڄڻ سرچي، مونسان ملڻ ايندو
ڪوشش سان ٿئي آسان پل کهڙو هجي مشڪل.

ڪنهن سان ڪو مسئلو آ، ڪنهن سان ڪو مسئلو آ،
مشڪل ۾ هتي آهي، هر ماڻهو جڻ قاتل.

پيو ڪوڙ ڪپٽ ڪاهي، محبت وئي ماڻهن مان،
ڪو ڪرم ڪري قادر ماحول هي مٽجي شل.

'ضامن' آ سندم اهڙو، مايوس ٿجي ڇا لاءِ،
هر ڪنهن ته مسئلي جو ڪوئي آ هوندو حل.



## ڪافي

ٿلهه: هتي اڻ ڄاڻ ڇا ڄاڻن، نرالو شان صوفيءَ جو،
عقل جي جاءِ جت ناهي، اهو ميدان صوفيءَ جو.

شريعت تي رهن محڪم، حقيقت حال ۾ هردم،
طريقن جي طلب جن کي، معرفت مان صوفيءَ جو.

رڪن ٿا نياز ۽ نوڙت ڏڪوئن ڪين ڪيڙيءَ کي،
رضا تي ٿا رهن راضي اهو پيمان صوفيءَ جو.

هر ڪنهن سان رکن محبت نڪي نفرت منجهان ڄاڻن،
سڌو رستو وٺي سيڪو اٿوَ ارمان صوفيءَ جو.

سوين صوفي سڏائي هت، ٿين گمراهہ ٿا گس ڪان،
پليل هت ڪئين وڃن پلجيو نہ سمجهن شان صوفيءَ جو.

وڃائي پاڻ پنهنجو جي، هلن ٿا حق تي هردم،
انهن جوئي آهي 'ضامن' اهو اعلان صوفيءَ جو.



## ڪافي

ٿلهہ: هنجهہ ٿو چوائين هتِ، پوءِ ڇو رکين تو چاهہ ڇپڙ سان.

آهي انهن جو شان نرالو جن جو سڏائين هت ٿو نالو،
سوجهي رک ڪا سرت، ويهندين اڳيان ڪيئن تون تن سان.

پاڻ اندر ۾ پاءِ ڪا جهاتي، تہ لنئون تو آهي ڪن سان لاتي،
کهڙي ڪئي تو ڪرتِ، هُت پوءِ هلندين ڪيئن هنن سان.

پاڻ بنائج لائق تن جو جڳ ۾ چوائين تون ٿو جن جو
پار ڪا پوري پرت، تو نہ جڳائي قرب ڪنگن سان.

سڏ سان سيئي ساڻي ٿيندا، هت سي ڪڏهن ڪين ڇڏيندا،
پڪ سان پرندئي پرت، هلڻ ڇڏي ڏج ٻيهر ٻگهن سان.

پڪ سان پڪو جن هوندو ’ضامن‘، لهر نڪو پوءِ لوڏو ڪوتن،
تن کي ڏسو جي تِتِ، ان جو کهڙو ڪم ٻين سان.



## ڪافي

تلهہ: ٿيندم کهڙو حال الائي،
مارن ڏاران ملڪ ۾.

ڏتي ڏوٽيئڙن کي ڪيئي لنگهي ويم سال الائي،

ٻيوس آهيان بند ۾ ڪنهن سان ڪريان احوال الائي،

مون ڏاران سڀ مارئڙا هُتِ، ڪيئن ٿا رهن خوشحال الائي،

عجب لڳو اٿم ان تي ڏاڍو ڪئي سانگين چو نہ سنڀال الائي،

’ضامن‘ چئي هتِ روز اچن ٿا، کهڙا کهڙا خيال الائي،



## ڪافي

ٽلھ: پرين جي اڳيان پاند پائي ڏسون،
سندو بخت اڄ آزمائي ڏسون.

ڪري در گذر ھو خطائون سندم،
ڪو اھڙو تہ حيلو ھلائي ڏسون.

نيائي اگر ڪو نٿو چا ٿيو
اسين پنھنجو ناتو نيائي ڏسون.

ٿئي التجائن ۾ اھڙو اثر،
موم دل سنگدل کي بنائي ڏسون.

مخالف ٿين مات ھٿ جي ھجن،
اھو عرض ور ور ورائي ڏسون.

ملن محبتون کي مٺين ئي مدام،
اھا آس پرور پڄائي ڏسون.

سڪون سيئي انسانيت جو ادب،
ھي فرقن جا فتنا مٽائي ڏسون.

# ڪافي

ٿلهہ: پرين جي اڳيان پاند پائي ڏسون،
سندو بخت اڄ آزمائي ڏسون.

ڪري در گذر هو خطائون سندم،
ڪو اهڙو تہ حيلو هلائي ڏسون.

نيائي اگر ڪو نٿو چا ٿيو
اسين پنهنجو ناتو نڀائي ڏسون.

ٿئي التجائن ۾ اهڙو اثر،
موم دل سنگدل کي بنائي ڏسون.

مخالف ٿين مات هٿ جي هجن،
اهو عرض ور ور ورائي ڏسون.

ملن محبتون کي مٺين ئي مدام،
اها آس پرور پڄائي ڏسون.

سڪون سيئي انسانيت جو ادب،
هي فرقن جا فتنا مٽائي ڏسون.

ڪري ڪرم قادر ٿيون ڪامياب،
خيالن جا ويچا وڃائي ڏسون.

مليو اهڙو ’ضامن‘ ڪا ڳڻتي نہ آ،
خوشيءَ مان خبر هيءَ ٻڌائي ڏسون.

□

## ڪافي

ٿلهہ: دل تان نہ دم لهي ٿو دلدار يار سو.
منهنجو تہ آهي مالڪ و مختيار يار سو
ثاني شريڪ انجو همسر نہ ڪو سمجهي ٿو.
سهڻن جو آسراسر سردار يار سو
لطف وَ ڪرم سندس جي ڪاڪا نہ انتها آ.
ڏيرن ڏڏن جو ٿيو آ آڌار يارسو
الڪو ڪو ڪو نہ آهي دردن غمن جو هاڻي.
ٿيندو مدد سدائين صد بار يارسو
جيئري مئل جي دليون واري جنهن جياريون.
ڪيئن نہ چوان پوءِ آئون منٺار يارسو
ڪيئي اپوجهہ اگلا آهن سندس سهاري.
محمد زمان آهي مهندار يارسو.
’ضامن‘ ٿيو تخلص دلبر ڪان اڄ عنايت.
منهنجو بہ هوندو ’ضامن‘ هروار يارسو

□

## ڪافي

ٿلهه: روز چڪن ٿا چاڪ، نہ وسرن ٿاريلن جا ٿاڪ،
ڪڍ قيد منجهان بي ڏوهہ بندياٽي، ڪول درن جا ٿاڪ.

مُنڊِيسِ تنهنجي محلن ۾ پيو هينئڙي ۾ آ هول،
هيڏي ساري ظلم سنڌءِ جو چئو طرف چئو ٻول،
لاهہ ڪڙولا ڪرف مڙيئي، در دريون سڀ ڪول،
ساهہ منڊو آ محل سنڌئي ۾ حال ٿيو غم ناڪ.

طعام ٿيا ماتام مڙيئي، هردم ٿي هاريان،
زهر لڳن سڀ زيور تنهنجا سي سمورا ساڙيان،
قول ڪيا جي ڪالهہ هتي مون، پنهنجا سي پاريان،
آهيون ڏيهہ ڏاڏاٽي ذٽ ڏئورن جا هميشہ هيراڪ.

سون ڏنئي جو ڪونہ قبوليان، ڪڏهن بہ آئون،
هار هيرن جا پانيان ٿي سي بلڪل بلائون،
ننڍي لاڪون لوري ڏيندي جا چتاري چيائون،
پر نہ ڇڏيان سا پنهوارن جي بلڪل آهيان بيباڪ.

وار منجهي پيا، مر ۾ ڏاران سرتين ڪين ڏوئان،
هڪ پل بہ لڳي ٿو پهر جيان، هٿ پورن ۾ پئي پوان،
ڏسيو خواب ۾ ڏوٿيئڙا سي، راتو ڏينهن روئان،
ڏاتر شال ڏيکاري جيئري انهن جي اوطاق.

’ضامن‘ چئي هُت موتي ڏسنديس ملڪ مڙوئي ملير،
پرجندا پنهوار اتي سڀ، ڪلندا ظلم زنجير،
پڄنديون مرادون من جا مطلب، ٿيندو ساٿي سرور پير،
ڪين لاهينديس لوئي لڳن تان، آهي اها سندم املاڪ.



## ڪافي

ٿلهه: عمر هاڻ اڄهو چاڻ، مارو پاڻ ايندا،
پسي حال ڪندا ڀال وٺي نال نيندا.

اٿم تات ڏينهن رات وائي وات اباڻن،
ستي سيئن ڏنم جيئن ظاهر تئين ملان تن،
لهي سور سڀ وهلور اڄ ضرور ويندا.

ٿيم دور ڏوٿي ڏور، پون پور پچاريان،
ٿيا ڏينهن وٺا مينهن اهي ڪيئن وساريان،
ويندا رنج هي اهنج سڀ سهنج ٿيندا.

اٿم تار لهن سار پسي پار پنهنجو
لڪئي لوهه ڪيس ڪوهه ڪونهي ڏوهه ڪنهنجو
چڙهي چوٽ پچين ڪوٽ ستي موٽ ڏيندا.

ڪلن ڀاڳ موتي ماڳ اچن واڳ ورائي،
ملن شال هي احوال سڻن ڳالهه سڏائي،
آهيان جن اهي من ’ضامن‘ پيندا.

## ڪافي

ٿلهه: عشق جا ڏس اسرار، عقل جي ات ڪا جاءِ نه آهي،

عقل جي جت ٿي آهي پڄاڻين، عشق اتان آ منزل ماڻين،
اها حقيقت جي تون ڄاڻين، ته واهه واهه اهو وهنوار
ڪوڪو رسيوات آ ڪاهي.

عقل تو آئون ۾ ڦاسائي، ماڻهوءَ کي هت خوب منجهائي،
پوءِ اچيو سو پاڻ پڏائي، ته آهي مونکي اختيار
پر بنهه بي اختيار سو آهي.

عشق وارا هت مرد ٿيا جي، مرڻ کان اڳئي مري جيا سي،
وينا پنهنجو پاڻ وڃائي، پوءِ ٿيو نام سندن نروار
هرڪو تن کي چاهيو چاهي.

عشق جڏهن منٺار تي آيو ته مرشد تنهن کي پاڻ پڙهايو
سبق اهوئي تنهن من لايو تون ويهي ڪجيئن ويچار
ته ترڪو تفاوت تنهن ۾ ناهي.

جن جا عشق وارا ٿيا 'ضامن'، سيئي منزل تي ٿا پهچن،
لهر نه ته ڪو ڪو لوڏو آتن، اهي تريو وڃن تڪ تار
سي ٿا ڄاڻن خوب نباهي.



## ڪافي

ٽلهه: آهيون اپرا ۽ اڻڄاڻ اسين، وٺيون تنهنجي وٽون پيا اڙ اڙ اڙ
ڪريو محب مٺا مسڪين مٿي، اڄ واري وري ڪي وڙ وڙ وڙ

مت تنهنجو سجي ٿو ڪونه ڪٿي پلي ڪوئي ڪٽي ڪاڪٽ جي ڪٽي
ايندا ڪيئي اڃيا تڙ تنهنجي مٿي ڏيندا تانگهه جتي پيا تڙ تڙ تڙ

جو ويري اسان سان روز وڙهي، ڪنهن پل ٻه ڪڏهن ڪين مڙي
ڪريو چوٽون چوٽان چوٽ چڙهي، تنهن لڄ سان تون ٿي لڙ لڙ لڙ

ڪائي ٻه ڪمائي ڪا نه ڪيم، هت غفلت ۾ سڀ وقت ويم
ڪجهه ٽنل قتل جي عمل اٿم، ڪريان ڪيڏانهن هتي سا هڙ هڙ هڙ

جي ڪنهن کي نٿي سڏ ڪائي پئي، سو ٻي ڪي نه ڪوئي ڏوهه ڏئي
جنهن کي جيئن وڻي سو تيئن چئي، پل ڪوئي ڪري پيو ٻڙ ٻڙ ٻڙ

هتي 'ضامن' پيئي بچائج تون، اچي پنهنجو جلوو پسائج تون
ٿيا دشمن جيڪي دسائج تون ڪري ڪڙڪو تني تي ڪڙ ڪڙ ڪڙ



## ڪافي

ٽلهه: اسين ميلا محبت جا، مچايون پيا مچايون پيا،
نچي نروار تي ناچو، نچايون پيا نچايون پيا.

ڪري ڪوشش ڪتا ڪريون ڪتان ڪي محبتي ميڙي،
اهي هت روز رمزن ۾ رچايون پيا رچايون پيا.

ڏِگو دنيا سندو دوکو آهي ڪلفت پيئي ڪاهي،
انهيءَ ڪان پاڻ پنهنجو هت، بچايون پيا بچايون پيا.

ڳڻڻ ڪان جي آهن گهٽيون پيا چوندي اهي يارو،
ڪيون هردم هتي پنهنجيون ڪچايون پيا ڪچايون پيا.

ٿيا جي مرد مولا جا، هتي جي ڳائجن تن جون،
سڏون ثابت اسين سيئي سچايون پيا سچايون پيا.

آهي 'ضامن' سندم جوئي محب منٺار سو مليو
تڏهن ئي پاڻ پڙ ۾ هت پچايون پيا پچايون پيا.



## ڪافي

ٿلهه: نچ ڙي ناچو نچ. نچ نچ نچ ڙي ناچو نچ،
ٻارج محبت جا ڪي مچ.

جيئن نچائن تيئن تون نچجان، آڏو پاڻ نه هر گز اچجان
پروانو ٿي پڙ ۾ پچجان، رمز انهي منجھ رچ.
نچ نچ نچ ڙي ناچو نچ

واٽ مليل جا سائي ونج تون. پورا هرگز ڪيم پلج تون.
ڪوڙ ۽ ڪلفت ڪوري ڪيج تون. سڀ ڪي چئجان سچ
نچ نچ نچ ڙي ناچو نچ

ونجان نچي هٿ يار ريجهائي. پنهنجو ڇڏ تون وجود وڃائي
ميلا محبت جا ڪي مچائي. ڪوڙ ڇڏي سڀ ڪچ
نچ نچ نچ ڙي ناچو نچ

'ضامن' تنهنجو آهي سرور. پرچي تو سان پوندو پرور
پوءِ پل هام هٽي تون هيڪڙ. اڳيان سين جي اچ
نچ نچ نچ ڙي ناچو نچ



## ڪافي

ٿلهه: ڪر ڪا ڪار ڪتڻ جي ڪر، ٿيندئي سهنجو پوءِ سفر.

ويهي چو ٿو وقت وڃائين، پوءِ مٿان هٿ تون پڇتائين،
ٿاهه ٿلها ٿو ٿاهيو ٿاهين، موڳا ڪرم مڪر.

•

هٿ جو ملندئي سودو سهانگو مُلهه آ تنهنجو اڳيان مهانگو،
سر جو هٽي تون لاهي سانگو ونج اهوئي وڪر.

جيڪو توسان ڪري ٻيائي، تنهن سان پيءِ تون ڪجان پلائي،
عادت ڪر تو يار اهائي، سڪ جو ڪٽج ٿمر.

نفس ندوري ساڻ لڙج تون، ويريءَ سان هت خوب وڙهج تون،
وڃ تان واپس ڪيمَ ورج تون، ڏيکين پوءِ دلبر.

’ضامن‘ ڪج ڳُو يار سهڳارو، ان ڏاران ٻيو ناهي چارو،
حال ڪجان پوءِ تنهن سان سارو، ساٿ ڏيندئي سرور.



## ڪافي

ٿلهه: پورا ڪيمَ ڪي پل، هليو هل، واٽ وٺيو تون وحدت واري،

ست آهي جا تن سمجهائي، پوءِ بہ پروڙ نہ توکي آئي،
موڳا رهہ مَ منڌل هليو هل، پاڻهي پاڻ ڪندا پوئواري،

غفلت ۾ چو وقت گذارين، قالو بلا جا قول وسارين،
ايندئي ڪيئن عقل هليو هل، ثابت ڳالهہ سمجهج ساري،

نالو پنهنجو نيڪ سڏائين، عمل جي پاسي مور نہ آهين،
معافيءَ جي آ مهل هليو هل، ڪنبي ڪجان تون توبهہ زاري،

وحدت واريءَ واٽ هليا جي، هت ذرو ئي ڪين پليا سي،
پس مرد اهي ڪامل هليو هل، سي ئي توسان ڪندا ستاري،

سام سندي هت ڪين ڇڏيندا، ساجهر تنهنجا ’ضامن‘ پيندا،
ڪندا‘ سي پاڻ ڪهل هليو هل، دل سان ڏيندا اڃي دلداري،

## ڪافي

ٿلهه: راڻا ڇڏ تون رسڻ، سڏڙاسڻ مومل ڪي ڪر معاف مدايون.

ڪاڪ سوا تو آهي ڪوماڻي، اڄ تون پنهنجو پاڻ سنڃاڻي،
هيءَ آ مهل موٽڻ، سڏڙاسڻ اکڙيون تو لئه آهن اڃايون.

تنهنجيءَ سڪ ۾ ستيس سومل، مرم انهيءَ آ ماريو مومل،
ڪانهي وات ڪيڇڻ سڏڙاسڻ، بخش اچي تون پيتار بڇايون.

وهم سنڌئي سپ آئون وڇايان، حال حقيقت ساري سڻايان،
جي پل ۾ ٿئي پهچڻ سڏڙاسڻ تہ سوڍل ڪجهہ بہ ڪين لڪايون.

چانگي تي تون ڪر چڙهڻ جي، آس آهي مون معافي ملڻ جي
وائي ڪر ڪا ورڻ سڏڙا سُڻ عيب ڍڪي تون سپ اگلايون.

شان سنڃاڻج سوڍل پنهنجو 'ضامن' سرور شاهہ آ منهنجو
پاڻ ئي ڪجان پرچڻ سڏڙاسڻ، جلد ئي ورڇون پوءِ ورهايون.



## ڪافي

ٿلهه: ٿين تنهنجا بخت جيڪر، ملئي صحبت فقيرن جي
رکج تون دل اندر هردم، مٺي محبت فقيرن جي

نماڻون حال آ جن جو خوديءَ کان سي رهن خالي،
نمائي جي هلن سرڙو اها عادت فقيرن جي

نوازش جي نظر ڪن جي، جڏن تقدير بدلايو
ملي توکي بہ ڪا اهڙي گهڙي ساعت فقيرن جي.

رهن راضي رضا تي جي، رکي مالڪ سندن مرضي،
ذڪر جو ڪن ذخيرو تا، اها دولت فقيرن جي.

تين سڀ ڪم سندئي سَوَلا، نڪي پرواهہ ڪڍ ڪنهنجي،
سدائين روح ۾ رک تون چڱي چاهت فقيرن جي.

نسب پنهنجو نهاري ڏس، تو هت سڏجين فقيرن جو
مبارڪ باد آ توکي، ملي نسبت فقيرن جي.

اٿيئي 'ضامن' سرور شاهہ جو آ سرواڻ فقيرن جو
ڪندو سڀ معاف مولئ ات ڪيل پارت فقيرن جي.



## ڪافي

ٿلهہ: هر وقت سندم محبوب مٺي، تنهن ماهِ لقا جي ڳالهہ ڪجي،
جا روز ڪري مون جهڙن تي، ان لطف و عطا جي ڳالهہ ڪجي.

جنهن جي در تي سواليُ روز اچن، ڪئين مون جهڙا مسڪين سوين،
تو پر ڪري پڻنار سيئي، ڇا سندس سخا جي ڳالهہ ڪجي.

هر وقت خطائون ڪيئي ڪيم، ڪا ڪا نہ چڱائي مون ڪان ٿي،
ان هوندي ڪري تو ايڏو ڪرم، ڪيئن تنهنجي وفا جي ڳالهہ ڪجي.

سو ڪين ڇڏيندو سام سندي،
مون پاڻ پرنيو آ جنهن کي،
چو رنج ويلا جي ڳالهه ڪجي.
پوءِ ڇا جي ڪري مايوس ٿجي،

مسڪين محمد بخش مٺي،
امداد ٿيو آهي جنهنجو
’طالب موليٰ‘ جي ڳالهه ڪجي.
’ضامن‘ زبان سان ظاهر ٿنهن،

❑

## ڪافي

ٿلهه: آهين تون پولڙي پوري، نچائن جيئن پيئي نچجان،
وٺي مالڪ سندي مرضي، امر ۾ هر گهڙي اچجان.

سندئي ٿو ڏور جو ڏوري، تيڏانهن ڇرجان جيڏانهن ڇوري،
گهمائي جي گهٽيون گهوري، اهائي واٽ تون وٺجان.

ٿيا دشمن نٽا چاهن، ٿلها سي ٿاهه پيا ٿاهن،
ڪتا هت ڪئين لڪل آهن، انهن بگهڙن ڪنان بچجان.

ڪتن جو خوف آ تڏهن ڪچايون هت ڪيئي جڏهن،
پڏائي پاڻ جي ڪڏهن، هتي پوءِ هٿ پيئي ملجان.

پيو ’ضامن‘ اٿئي اهڙو انگل تون ڪر پلي ڪهڙو
آ حامي هر گهڙي تيڙو چٽي سان ڳالهه پل ڇئجان

❑

## ڪافي

ٿلهه: جيڪر مارن ساڻ ملانِ، تہ وسري وڃن سڀ ڏينهن ڏکن جا.

ڪيڏو پلپل پيار ڏنائون، کهڙا کهڙا قول ڪيائون،
موتي لڏائون ڪا ڳل ڪانہ.

چت تي چڙهن ٿا هت جا چاڻان، واري جني جا آهن وچاڻان،
تنکي وساري ڪيئن وهانہ.

وهم تني جو ويهي وڃايان، ڳالهہ ذري ڪا ڪين لڪايان،
جي ڏاڏاڻن جي ڏيهہ وڃانہ.

ڀهر لنگهيا ڪيئن هت قيدن جا، سئم تني کان ڏار تي ڇا ڇا،
حال سمورو پيش ڪيا نہ.

’ضامن‘ ڪي هو ڪين ڇڏيندا، وقت ڏکيئي ۾ اچي ڏڍ ڏيندا،
پاريندا سي سڀ پئمانہ.



## ڪافي

ٿلهه: ڏسو ڪيئن عاشقن آهن لڳايا نهين جا نارا،
ڏنو جانب جو تن جلوو اوهين سمجهو عقل وارا.

ڏنو ليليٰ ۾ مجني ڇا، وڃا پيتئين پري واهہ جا،
سرت تنهن کي نڪا ٻي ڪا، ملڻ محبوب جي ڏارا.

آهن سسئي جبل جهاڳيا، همت ڪنهنجي نہ وس جي سا،
پنهون پنهنجو پسڻ جي لاءِ لتا ليڙون ٿيا سارا.

سهڻي ميهار لاءِ ماندي ڪنهين ڇڪ تي اتي آندي،
وڙهي واڳن سان ٿئي واندي تہ اڳيان درياهہ جا دڏڪارا.

رانجهن لاءِ هير ويچاري ويئي ان ڪان ٻي سڌ ساري،
تنهن کي محبت هئي ماري، اهي ڏس عشق جا آرا.

سوين ٻيا قرب وارا ٿيا، نهوڙي نيهن جيڪي نيا،
سڄن احوال تن جا پيا، ٿيا سي مرد موچارا.

عشق منتار تي آيو سدا سڪ جو هئس سايو
موليٰ تنهن کي آ مرڪايو سندس ٿيا ياڳ يلارا.

پون جن جا اهي ’ضامن‘ اچيو همراهي هردم ڪن،
هتي ۽ مهندسي مرڪن ڪئين مسڪين مون پارا.



## ڪافي

تلهہ: سيڪو سمجهي تہ آئون ڇاڻون، آهن ٻيا اڻڄاڻ،
سمجهو تہ آهي سڀ ڪان اؤکو پنهنجو سڃاڻڻ پاڻ.

تولو ماسو جيڪو آهي، سو تو اڪثر سير سڏائي،
هر ڪو پنهنجو پاڻ پڏائي، سمجھ نہ ڪا ڪا سڃاڻ.

آئون ۾ جو آهي اڙيو سو ڪا چاڙهي ڪين آ چڙهيو
چوڻ چڱائيءَ تي نا مڙيو ڪيئن سو ڇڏي ڇڪتاڻ.

جن هٿ پنهنجو پاڻ سڃاتو، سبق عشق جو ان آ ڇاتو
تن آ نباهيو نينهن جو ناتو، اهي ڪن واحد جي واڪاڻ.

عشق جي چاڙهي آهن چڙهيا جي، لهر نہ ڪو ڪو لوڏو تن کي،
ڪيئي موچارا مرد ٿيا سي، تن ڀاڳين جا ڏس ڀاڻ.

پون جني جا سي ٿا 'ضامن' اڳتي ۽ هٿ سي ٿا مرڪن،
اهڙا نصيب وارا آهن، سي نہ ڪين ڪا ڪاڻ.



## ڪافي

ٿلهہ: عمرڪوٽ ۾ هي ڀڳتي ٿي ڳاري، ڪري ڏار ڏاري ڇو وينا وساري،

ڀلا ڇو نہ منهنجي ڪا واهر ڪيائون
اُتان ڪان ڪو ماڻهو نہ موٽي مڪائون
ڏسي جنهن کي دلڙي وهان ها ڏتاري

وساري وهان ڪيئن پلا آئون اباڻان
منگها مرت مڪتيون للر لنب لاڻان
ڪري ياد هر هر وهان آب هاري

نڪائي مڪائون ڪا ڏونئرن جي ڏوئي،
ڪتيم ڪيئي راتيون هتي روئي روئي،
ڇڏي قئيد ڇڙ آهي جيئري ئي ماري

آهن مير منهنجا سي مارو موچارا،
اڏيل عرش ۾ جن جا آهن اوطارا،
اصل کان ئي آهيان پيئي ان پناري

جتي جام آهن پاڳين جا پاڻان
ڏسان شل وڃين ات سي ڏوٿي ڏاڏاڻان
رکي ست ستي شال وڃان پرت پاري

اٿم پڪ اهائي اباڻان سي ايندا،
پيئي منهنجا ’ضامن‘ وٺي نال ويندا،
ڏکيا ڏينهن پوءِ سي ڇڏينديس وساري



## ڪافي

ٿلهه: مديني جي گليءَ جو مان ڪتڙو ڪارڙو آهيان،
ڪرم کو ڪر مٺم مرسل بنهه بيڪارڙو آهيان.

نوازش تو جني تي ڪئي، هتي ۽ مهند سي مرڪن،
تني مان ڪر مونکي ٻانهيءَ، سندو هڪ ٻارڙو آهيان،

پون هت پور ٿا پلپل، چمان جلدي اچي چائنٽ،
پڇايو آس سا آقا، ناڪس لاچارڙو آهيان.

آهيان اڻڄاڻ ۽ اگلو، رهنمائي ڪريو رهبر،
ڪريان ويچار هت ڪهڙو، آئون ويچارڙو آهيان.

آهن 'ضامن' سندم جيئي، ڪريو ڪا ٻاجهه تن صدقي،
ڪنو ڪوجهو تہ بہ تن ڪي، مان پڪ سان پيارڙو آهيان.



## ڪافي

ٿلهه: هت پاڻ چو پنهنجو پڏائين، تون تہ موڳا مسافر آهين،

ڏس ڪيئن ڪٿان آهين آيو هيءَ ماڳ تہ آهي پرايو
پوءِ مالڪ ڪيئن ٿو سڏائين.

جو آهين منڌو ڪري منهنجو هت ڪجهہ نہ آهي تنهنجو
هيءَ ڳالهہ هيئن سان هنڊائين.

جو آئون ۾ آهي اڙيو سو تہ ڏيهہ اصل مان تڙيو
تيئن خلق نہ هت تون ڪلائين.

تون چاهج سپ جي پلائي، پل من ۾ رکي کو مدائي،
متان پنهنجو وقت وڃائين.

هل ڏيان تون هر هرڏاري، ايندو پاڻ پرين سو اوطاري،
ٿو چاڪر جنهنجو چوائين.

اچي پنهنجو پاڻ پلائي، ويندا 'ضامن' پيئي چڏائي،
پيو پولو متان تون پائين.



## ڪافي

ٿلهه: صبح شام تون مدام، ڪر پچار خدا جي،
رکج يار هر وار، تن ۾ تار خدا جي.

اها تات وائي وات، ڏينهن رات رکج تون،
ڏسيل جيئن ڪجان تئين، سا گفتار خدا جي.

پليا ڪي آهن جي تني کي ئي چڏي ڏي،
مٿي تن سپ چون، آ ميار خدا جي.

ساڻ زبان سي بيان ڪن ٿا شان صبحاني،
واهه واهه ڪن ساراهه منجهه سنسار خدا جي.

پسي پار پون يار، منٺار ’ضامن‘،
پوهر ويل تن سوبل، ٿئي سنيار خدا جي.



## ڪافي

ٿلهه: اڄهو ڄاڻ تنهنجو هتي ڄاڻ آيو
اها ڄاڻ ڄاڻين، ته ڄاڻو چوائين.

جيڪي ڄاڻ ڄاڻن وڃي ويهه تن وٽ،
تراري ۾ ٽُرندا پڇج سي پڪا وَٽُ،
سڳو سِڪ جو ساجهر ويهي اُتي وٽ،
متان پورا پُلجين، ڪو پولو نه پائين.

آهن مرد اهڙا، نه جن جو سُڄي مَٽ،
وڃي پيءُ پيالو تن جي منجهان مَٽُ،
لڪيل واٽ تي ويري، تڪڙو تِتان مٽ،
متان پير پوئتي ڪنهن پل تون پائين.

ڪڏهن ڪم نه ايندئي، پٿيهر هتي پٽ،
اُتي هاڻ پنهنجون پوريل اڪيون پٽ،
ملئي ڪٽ تي يا ٿو ويهين متي پٽ،
ايندئي ڪم ڪمائي هتي جا ڪمائين.

چتو پاڻ پنهنجو آٽي اڳيان رک،
اٽس گل گلابي يا اُڏري پئي رک،
رهين تڌهن سنرو ڏسيل جي ڪرين رک،
مليل واٽ جيڪا متان سا ڀُلائين.

آهين ڇا تون هاڻي، ۽ ڇا تون هئين پر،
وڏن جي ويهي هت پختي ڪجان پر،
آهن زور 'ضامن' لڳل جڙ اٽئي پر،
اُلڪن ڪان آجو هتي رهه سدائين.

